# گاموءَ جا گفتا

عبدالمالڪ ميمڻ

مهراڻ اڪيڊمي




ڇپائيندڙ : قمر ميمڻ

نگراني : خالد سيف الله ڀٽي

ڊزائينر : عبدالرشيد هڪڙو

ڇاپو : پهريون سيپٽمبر ۱۹۹۵ع

تعداد : ۳۰۰۰ ٽي هزار

قيمت : ۳ رپيا

ملڻ جو هنڌ

سنڌ جا سمورا ڪتاب گهر

# بيوقوف

گاموءَ کي هڪڙي ڏينهن سخت بک، لڳي، پر ڪيسي ۾ وٽس ٽڪو به ڪونه هو. هوٽل واري سان چڱي عليڪ سليڪ هئس تنهنڪري ڪيس چيائين پلائي ڪري ٽي اپريل آنا ڏي، هينئر ڏوڪڙ ڪونهن هڪ ٻن ڏينهن ۾ قرض ڏئي ويندس. هوٽل واري وڏي خوشيءَ سان گاموءَ کي ٽي اپريل آنا ڪڍي ڏنا. همراهه ڪائي اوگرايون ڏيندو هليو ويو.

اوچتو گاموءَ کي ڪنهن ڪم سانگي ٻئي شهر وڃڻو پيو جتي کيس پنج ڇهه مهينا گذري ويا. جڏهن موٽي آيو ته آنن جون قرض لاهڻ لاءِ سڌو هوٽل واري وٽ ويو ۽ ڪائنس پڇيائين "ادا تو مون کي جيڪي ٽي اپريل آنا ڪارايا هئا، انهن جي قيمت ٻڌاءِ ته توکي پيسا ڏيان، " هوٽل واري ڪجھ دير تائين حساب ڪري کيس ٻڌايو. گهٽا پئسا ڪونهن بس فقط پنج سؤ رپيا ڏي،" گاموءَ جي اکين اڳيان اونده اچي وئي ۽ دانهن ڪري چوڻ لڳو، "چا ٿو چوين ميان ! ٻليو ته ناهين. ٽن آنن جا پنج سؤ رپيا !" هوٽل واري گاموءَ کي سمجهائيندي چيو، "ادا، تون انهيءَ رقم کي گهڻو ٿو سمجهين ڇا؟ جيڪڏهن اهي ٽي آنا تون نه کائين ها ته انهن مان ٽي ڪڪڙيون ڦٽي نڪرن ها.





ڇهن مهينن ۾ هڪ ڪڪڙ گهٽ ۾ گهٽ هڪ سو آنا ڏي ها ۽ تي ڪڪڙيون تي سؤ آنا ڏين ها. وري جيڪڏهن انهن ٽن سؤ آنن مان ٻچا به ڦٽن ها ته تون پاڻ ٻڌاءِ انهن جي قيمت ڪيتري ٿئي ها؟" گاموءَ هوٽل واري جي ڳالهه ميڄ ڪان انڪار ڪيو ته هوٽل وارو فرياد ڪئي بادشاهه وٽ ويو. ٻئي ڏينهن بادشاهه گاموءَ کي سڏايو. پر منجهند تائين گامو ظاهر نه ٿيو. بادشاهه کي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي ۽ ڪيس گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳو. ايتري ۾ گامو ڀڳهر اڳهندو اچي بادشاهه وٽ سلامي ٿيو. بادشاهه جيڪو اڳ ۾ ئي تپيو ويٺو هو، رهڙ ڏئي چيائينس، "اڙي گامو ! تنهنجو مٿو ڦري آهي ڇا؟ هڪ ته ماٺهن جا پئسا کايو ويٺو آهين، وري سڏ تي اچين به نه ٿو." گاموءَ هٿ ٻڌي عرض ڪيو، " سائين منهنجا ! مون چاڻي واڻي دير ناهي ڪئي، پر حقيقت ۾ مان ڏاڍو مصروف هيس. ڳالهه هيءَ هئي ته منهنجي هڪڙي ٻئي همراهه سان زمين ۾ ڀائيواري آهي. سياڻي اسان ڪپهه کٽڪ جو ٻج پوکڻو آهي، اڄ صبح کان ئي اسان کي ٻئي ٻج کي باهه تي پچائي رهيا هئاسي. انهيءَ ڪري اچڻ ۾ دير ٿي وئي."

گاموءَ جي ڳالهه ٻڌي بادشاهه ڪان رڙ نڪري وئي، " اڙي بيوقوف ڪڏهن باهه تي پڪل ٻج مان به کٽڪ ڦٽي آهي؟" "جيئندا قبلا ! جيڪڏهن پڪل ٻج مان کٽڪ نه ٿي ڦٽي سگهي ته پلا ابريل آنن مان چوزا پيدا ٿي سگهندا؟ اوهان پاڻ فيصلو ڪريو ته بيوقوف ڪير آهي؟" گاموءَ جو جواب ٻڌي هوٽل وارو ڪنڌ جهڪائي ٻاهر نڪري ويو ۽







گاموءَ کي بادشاهہ ڏهہ ککڙيون ۽ کوکو آنن جو انعام ڏنو.

# عقل جي مار

هڪ ڏينهن هڪڙو غريب ماڻهو گاموءَ وٽ آيو ۽ اچي ايلاز ڪيائين تہ گامو خدا جي واسطي منهنجي مدد ڪر. گاموءَ پڇيس، ”غريبن جي مدد ڪرڻ تہ گاموءَ جي عادت آهي پر، توکي ڪهڙي ڳالهہ ۾ مدد گهرجي.“ همراهہ ٻڌايس ” ادا. ڪالهہ مان هڪڙي هوٽل جي ٻاهران ويٺو هوس تہ هوٽل وارو مونکي جهلي قاضيءَ وٽ وٺي ويو ۽ چوڻ لڳو تہ تو منهنجي طعامن جي خوشبوءِ سنگهي آهي، تنهنڪري سؤ رپيا ڀري ڏي. اڄ قاضي منهنجي خلاف فيصلو ٻڌائيندو. تنهنڪري تون مون سان گڏجي قاضيءَ وٽ هل.“ گامو انهيءَ غريب سان گڏجي قاضيءَ جي عدالت ۾ آيو. قاضيءَ هڪدم فيصلو ڏنو تہ هي ماڻهو هوٽل واري کي هڪ سؤ رپيا ڀري ڏي. گاموءَ ادب سان قاضيءَ کي عرض ڪيو ! ”سائين مان هن جو وڏو ڀاءُ آهيان، هي ويچارو غريب آهي تنهنڪري هوٽل واري





کي پئسا مان ڏيندس.“ اهو چئي گامو کيسي مان هڪڙي ڳوٿري ڪڍي، هوٽل واري جي ڪن جي ويجهو ڪري ڇمڪائيندي ڪائنس پڇيو، ” ادا توکي پئسن جو ڇمڪو ٻڌجي پيو؟“ هن چيو، ” هائو، مان پئسن جو ڇمڪو ٻڌان پيو.“

”تہ قاضيءَ صاحب فيصلو ڏنو. ڪالهہ منهنجي ياءُ هن جي طعامن جي خوشبوءِ سنگهي ۽ اڄ هن منهنجي پئسن جو ڇمڪو ٻڌو. حساب برابر ٿي ويو.“ قاضيءَ ۽ هوٽل واري کي عقل جي مار ڏئي گامو غريب ماڻهوءَ کي ٻانهن کان جهلي ٻاهر نڪري ايو.









# طاقت

هڪڙو پهلوان گاموءَ کي گڏيو ۽ چوڻ لڳس، ”گامو! تون عقلمند آهين ۽ مان طاقتور. اسان ٻئي دوست ٿي پئون ته ڪيڏو نه چڱو؟“

گاموءَ پهلوان کي هيٺ مٿي ڏسندي چيو، ”اهو ته ٻڌاءِ ته توکي ڪيتري طاقت آهي.“

”مان پنج مڻ وزني پٿر ڪٽي هن پٽ جي ٻئي پاسي اڇلائي سگهان ٿو.“ پهلوان اڪڙجندي ٻڌايو. ”گهڻي ٻٽاڪ نه هڻ. اڳ ۾ مان تنهنجي طاقت آزمائيندس.“ گاموءَ هڪڙو ريشمي رومال پهلوان کي ڏيندي چيو، ”هن جو وزن آنو کن مس آهي، تون هن کي ته پٽ جي هن پر اڇلائي ڏيکار.“ پهلوان سٺ ڏيندي رومال ورتو ۽ چوڻ لڳو، ”هي ٻه ڪا آزمائش آهي.“ پهلوان جيئن ئي زور سان رومال مٿي اڇلايو، ته اهو هوا ۾ ڪلي ويو







۾ موتي اچي سندس ڀوت تي پيو. گامو مٿس ڪلڻ لڳو، ”هاڻي منهنجي طاقت ٻه ڏس، مان هن رومال سان گڏ هڪڙو پٿر ٻه پت جي ڀئي پاسي اڇلائي سگهان ٿو.“ اهو چئي هن هڪڙو بيدي جيترو پٿر ڪٽي رومال ۾ ويڙهي، پت جي ڀئي پاسي اڇلائيندي چيس: ”هاڻي ٻڌاءِ، ڪنهن وٽ وڏيڪ طاقت آهي.“ پهلوان پشيمان ٿي روانو ٿي ويو.









# ٻہ ڏينھن اڳ

هڪڙي ڏينھن پوڳن ڪندي گاموءَ وزير کي چيو تہ هو سڀاڻي مري ويندو. قدرت خدا جي اهڙي ٿي جو وزير سچ پچ ٻئي ڏينھن مري ويو. اها خبر جڏهن بادشاهہ وٽ پهتي تہ هن گاموءَ کي درٻار ۾ حاضر ٿيڻ جو حڪم ڏنو. گامو آيو تہ بادشاهہ ڇڙٻ ڏيندي چيس، "گامو! تنھنجي بد دعا سان وزير مري ويو. خبر اٿئي تہ توکي انهيءَ جي ڪھڙي سزا ملندي؟" گاموءَ چيو، "قبلا. جيئن تہ توهان چئو ٿا تہ وزير منهنجي بد دعا سبب مئو آهي تہ پوءِ اوهان جيڪا بہ سزا ڏيندا مان اکين تي رکندس." بادشاهہ چيو، "نيڪ آ! جيڪڏهن توکي اها خبر هئي تہ وزير سڀاڻي مرندو تہ پوءِ توکي هيءَ بہ خبر هوندي تہ تون ڪڏهن مرندين؟ جلدي ٻڌاءِ. جيڪڏهن صحيح نہ ٻڌائي سگھين تہ اڄ ئي دوزخ ڏانھن اماڻيو ويندين." گاموءَ

ادب سان هٿ ٻڌي عرض ڪيو، ”سائين قبلا ! هامون ڪي خبر آهي. مان توهان ڪان پورا ٻه ڏينهن اڳ ۾ مرندس.“ اهو ٻڌي بادشاهه ڪي اچي پنهنجي سر جي لڳي. هاڻي جيئن ته بادشاهه پاڻ جلدي مرڻ نٿي گهريو تنهنڪري گاموءَ کي آزاد ڪري ڇڏيائين.



# آسمان جا تارا

گاموءَ کي سزا ڏيڻ لاءِ بادشاھہ بهانو پئي ڳولهيو هڪڙي ڏينهن گاموءَ کي سڏائي سوال پڇيائينس تہ آسمان ۾ ڪل ڪيترا تارا آهن؟ گاموءَ هڪدم وراڻيو. " جيترا بادشاھہ سلامت جي ڏاڙهيءَ ۾ وار آهن، اوترا آسمان ۾ تارا آهن." سڀ دربار ماٺ ٿي وئي ۽ هر ڪنهن کي پڪ ٿيڻ لڳي تہ اجهو ٿو گامو ڦاسيءَ چڙهي. بادشاھہ ڪاوڙ ۾ پڇيس تہ ڀلا ٻڌاءِ منهنجي ڏاڙهيءَ ۾ ڪيترا وار آهن." گامو جهٽ گهڙي چپ ڪري ويٺو رهيو ۽ آخر چوڻ لڳو، "جيئندا قبلا ! اوهان جي ڏاڙهيءَ ۾ ايترا وار آهن جيترا منهنجي گڏھہ جي پڇ جا وار آهن." بادشاھہ ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي چوڻ لڳو، "احمق توکي خبر آهي تہ تون بادشاھہ جي آڏو ويٺو آهين. پوءِ بہ ڪوڙ ٿو ڳالهائين." گاموءَ عرض

ڪيو، ” قبلا سائين! مون ناچيز کي چڱيءَ طرح احساس آهي تہ مان بادشاهہ سلامت سان پيو ڳالهايان. انهيءَ ڪري ئي تہ صحيح جواب ڏئي رهيو آهيان. اوهان کي پڪ ڪرڻي هجي تہ منشيءَ کي حڪم ڏيو تہ هو منهنجي ڳڏهہ جا وار ۽ اوهان جي ڏاڙهيءَ جا وار ڳڻي وٺي. جواب غلط ثابت ٿئي تہ جيڪا مون کي سزا ڏيندؤ سا قبوليندس.“

بادشاهہ کي ڳاموءَ جي هن جواب ڏاڍو خوش ڪيو.









# زمين جو مرڪز

بادشاهہ پاڻ ڪي وڏو داناءُ سمجهندو هو ۽ پنهنجي دانائيءَ جو رعب ڄمائڻ لاءِ سدائين ماڻهن ڪان پيو قسمين قسمين سوال پڇندو هو. هڪڙي ڀيري هن سڄي ملڪ مان هڪ هزار علم وارن کي گهرائي سوال پڇيو تہ زمين جو مرڪز ڪٿي آهي؟ ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي جواب نہ پئي آيو. اهو ڏسي بادشاهہ ڏاڍو گهمرايو تہ جيڪو بہ بادشاهہ جي هن سوال جو جواب صحيح ٻڌائيندو تنهنکي هڪ لک رپيا انعام ملندو.

گاموءَ جڏهن ڳڙهو ٻڌو تہ پنهنجي گڏهہ سميت سڌو بادشاهہ جي دربار ۾ پهتو. بادشاهہ گاموءَ کي گڏهہ سوڌو ڏسي ڪاوڙجي پيو. پر گاموءَ عرض ڪيو تہ سائين اوهان جي سوال جو جواب ڏيڻ لاءِ هن گڏهہ جو هجڻ ضروري آهي. بادشاهہ چيس تہ چڱو ٻڌاءِ،





زمين جو مرڪز ڪٿي آهي؟ گاموءَ وراڻيو، ”سائين هي تمام سولو سوال آهي. زمين جو مرڪز منهنجي گڏهہ جي اڳين ڄنگهن جي وچ تي آهي.“

بادشاهہ رڙ ڪندي چيو، ”بڪواس بند ڪر. تون منهنجي بي عزتي پيو ڪرين.“ گاموءَ هٿ ٻڌي عرض ڪيو، ”قبلا! مان سچ پيو چوان، توهان ڪي پڪ نہ ٿي پوي تہ ڪٿي ماپي ڏسو،“ اهو ٻڌي بادشاهہ هڪو ٻڪو ٿي ويو.







# ٽي ڳالهيون

گامو هڪ دفعي مزدوري ڪرڻ لاءِ مزدورن جي اڏي تي اچي ويٺو. ٿوري دير کان پوءِ هڪڙو همراهه آيو ۽ اچي چوڻ لڳس، ”مون وٽ هڪ چينيءَ جي پيالن جي ڳوڻ آهي، اها ڪٽي منهنجي دڪان تائين پهچاءِ ته توکي ٽي راز جون ڳالهيون ٻڌائيندس.“ گاموءَ سوچيو ته پئسا ته روز ڪمائي سگهجن ٿا پر ٻيلي راز جون ڳالهيون ورلي لڀنديون، تنهنڪري همراهه سان گڏجي هليو. ڳوڻ مٿي تي کڻي ڪجھ پنڌ هليا ته گاموءَ چيس، ”ادا، پهرين راز جون ڳالهيون ٻڌائيندو هل.“ همراهه وراڻيس، هڪڙي ڳالهه هيءَ آهي ته جيڪڏهن ڪوئي توکي چوي ته ماني کائڻ جي بدران بک ڪڍڻ چڱو آهي ته انهيءَ جي چوڻ تي اعتبار نه ڪر.“ ٿورو اڳي هليا ته گاموءَ وري چيس ته ادا ٻي





کھڙي ڳالھہ آهي. همراهہ چوڻ لڳس، " ٻي راز جي ڳالھہ هي آهي تہ جيڪڏهن ڪوئي توکي چوي تہ گھوڙي تي سوار ٿيڻ بدران پيادل پنڌ ڪرڻ ڀلو آهي تہ انهيءَ جي چوڻ تي اعتبار نہ ڪر." گاموءَ چيو واهہ واهہ اها تہ وڏي راز جي ڳالھہ آهي،" ٽيون ڳالھہ" !
" ها ٽين ڳالھہ اها تہ جيڪڏهن ڪوئي توکي چوي تہ توکان وڏيڪ بہ ڪو ٻيو بيوقوف مزدور دنيا ۾ موجود آهي تہ انهيءَ جي ڳالھہ تي اعتبار نہ ڪر." اهو ٻڌي گامو ماٺ ٿي ويو. جڏهن همراهہ جو دڪان ويجھو آيو تہ گامو پيالن جي ڳوڻ کي زور سان هيٺ اڇلائي، دڪاندار کي چوڻ لڳو " ڀائو چوٿين تہ هن ڳوڻ ۾ هڪ بہ پيالو صحيح سلامت آهي تہ انهيءَ جي ڳالھہ تي بہ اعتبار نہ ڪر."









# ڪنهن بہ ڏينهن

گاموءَ شهر ۾ رنگريزيءَ جو دڪان دوليو ۽ ماڻهن جا ڪپڙا رنگڻ لڳو. ماڻهون سندس ڪاريگريءَ جي واکاڻ ڪرڻ لڳا. انهيءَ تي هڪڙي همراهہ کي اچي ساڙ لڳو تنهنڪري گاموءَ کي چيڙائڻ لاءِ هڪ اڇو صافو کڻي گاموءَ جي دڪان تي آيو ۽ چيائينس تہ "گامو مون تنهن جي ڪاريگريءَ جي ساراهہ ٻڌي آهي، هي صافو تہ رنگي ڏي، ڏسان تہ تو وٽ ڪيترو هنر آهي." گاموءَ همراهہ کان صافو وٺندي پڇيو تہ "ادا توکي ڪهڙو رنگ پسند آهي تہ مان اهو رنگ ڪري ڏيان." همراهہ وراڻيو، "نيرو، پيلو، ڪارو، ڳاڙهو، سائو، ترنجي، واڱڻائي ۽ نارنگي رنگ کي ڇڏي باقي ٻيو جيڪو توکي رنگ وڻي اهو ڪجانءِ." "نيڪ آهي، مان تمام پلو رنگ ڪري ڏيندس." گاموءَ چيو. همراهہ پڇيس "پلا صافو ڪهڙي ڏينهن کڻڻ اچان؟" گاموءَ کنڌ مهٽيندي وراڻي ڏنس، "ادا، سومر، اڱارو، اربع، خميس، جمع، ڇنڇر ۽ آچر کي ڇڏي ڪنهن بہ ڏينهن کڻي وڃ."





# چہرو

گاموءَ دوستن سان ٺٺاڪ هڻئي تہ مان ٻڪين جون ٻوليون سمجهندو آهيان. ٿيندي ٿيندي ڳالهہ وڃي بادشاهہ جي ڪن پئي. هڪ ڀيري بادشاهہ شڪار تي نڪتو تہ گامو بہ ساڻ هيس. جهنگ ۾ اوچتو بادشاهہ کي چہري جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو تہ گاموءَ کان سوال پڇيائين، ”گامو ٻڌو اٿم تہ تون ٻڪين جون ٻوليون سمجهندو آهين. ڀلا ٻڌاءِ تہ هي چہرو ڇا پيو چوي؟“ گاموبادشاهہ جو اوچتو سوال ٻڌي چڪرائجي ويو پر پاڻ سنڀاليندي چوڻ لڳو، ”جيئندا قبلا ! اهو چہرو چوي پيو تہ جيڪڏهن بادشاهہ سلامت پنهنجي رعيت مٿان ڏاڍ ۽ ظلم ڪندو رهندو تہ سگهوئي سندس تخت اونڌو ٿي ويندو.“







# بهشت يا دوزخ

هڪ ڏينهن بادشاهه ۽ گامو ڪل ٻوڳ ڪري رهيا هئا. بادشاهه پڇيس، ”ڏي خبر گامو! مان مرڻ کانپوءِ بهشت ۾ ويندس يا دوزخ ۾؟“ گاموءَ هڪدم وراڻيو، ”سائينءَ جن پڪ سان دوزخ ۾ ويندا. اها ته مونکي اڳ ۾ ئي خبر آهي.“

اهو ٻڌي بادشاهه جو منهن ڳاڙهو ٿي ويو ۽ گاموءَ کي گهڻ وڏ ڳالهائڻ لڳو. گاموءَ عرض ڪيو، ”قبلا سائين! ناراض نه ٿيو، منهنجي پوري ڳالهه ته ٻڌو. عرض هي آهي ته اوهان جيئن ته ڪيترائي نيڪ ۽ بي ڏوهي ماڻهو قتل ڪرايا آهن، سڀ بهشت ته انهن سان ئي ڀريو پيو هوندو، اوهان کي اتي جاءِ ملڻ مشڪل آهي، تنهنڪري اوهان دوزخ ۾ ويندا.“





# اجايل ڪوٽ

ڳامو ڪنهن دوست جي شاديءَ تي دعوت کائي رهيو هو تہ سندس نظر پرسان ويٺل ماڻهوءَ تي پئي جيڪو پنهنجي ڪوٽ جي کيسن ۾ ماني ۽ چانور لڪائي رهيو هو. ڳاموءَ هڪدم گلاس پاڻيءَ جو ڀري انهيءَ همراهہ جي کيسي ۾ پيٽڙ (اوتڙ) لڳو. اهو ڏسي همراهہ ڳاموءَ تي ڪاوڙجي پيو ۽ چوڻ لڳس، "ڳامو چريو تہ ڪونہ ٿيو آهين. هي ڇا پيو ڪرين." ڳامو همراهہ کي وراڻيو، " ادا مان چريو ڪونہ ٿيو آهيان. ڳالهہ هيءَ آهي تہ تنهنجي ڪوٽ تمام گهڻي ماني کاڌي آهي ۽ کيس اڃ لڳي آهي تنهنڪري مان کيس پاڻي پيو پياريان." ڳاموءَ جو جواب ٻڌي مهمانن ۾ ٽهڪڙا پئجي ويا ۽ همراهہ هڪو ٻڪو ٿي اٿي هليو ويو.

# ولي عهد

راڻي خير سان اميدن سان هئي. بادشاهه ڳاموءَ کي چيو، ”ڳاموءَ ڇا تو سمجهين، مون کي پٽ ڄمندو يا ڌيءَ.“ ڳاموءَ چيو، ”پڪ سان ڌيءَ ڄمندي“ ”چڱو ڀلا اهو ٻڌاءِ ته پٽ بهتر آهي يا ڌيءَ.“ ”ٻئي چڱا آهن. ڇوڪرو هجي يا ڇوڪري ٻئي انسان آهن.“ ڳاموءَ وراڻيو. بادشاهه چوڻ لڳس، ”ڳامو ڀيلي ڏاهو ٿيءُ، ڌيءَ منهنجي ڪهڙي منهنجي ڪم ايندي. جيڪڏهن پٽ ڄمندو ته گهٽ ۾ گهٽ ولي عهد ته ٿيندو.“ اهو ٻڌي ڳامو چوڻ لڳو، ”قبلا سائين! اوهان انهيءَ ڳالهه جي ڳڻتي ڇو ٿا ڪريو. منهن جي خيال ۾ ته چڱو ايئن آهي ته اوهان کان پوءِ ڪجهه ڏينهن تخت خالي رهي ته جيئن ويچاري رعيت کي سک جو ساهه کڻڻ جي مهلت ملي.





# گڏھن جو بادشاھہ

بادشاھہ کي دل ۾ خيال آيو تہ اڄ ڀريءَ ڪچھريءَ ۾ گاموءَ کي بي عزت ڪجي. اھو سوچي اعلان ڪرايائين تہ اڄ کان وٺي گاموءَ کي سڄي ملڪ جي گڏھن جو بادشاھہ مقرر ڪيو ٿو وڃي. سڀني کي ھن ڳالھہ جي خبر ھجي." اعلان ٻڌي سڄي دربار ۾ ٺھڪڙو پئجي ويو. گامو اٿيو ۽ اڳتي وڌي وڏي ادب سان بادشاھہ آڏو ڪيئي ڀيرا جھڪيو ۽ بادشاھہ جا ٿورا مڃيائين. پوءِ آڪڙجي ٻانھون لوڏيندو سڌو اچي بادشاھہ جي تخت تي چڙھي وينو. بادشاھہ جڪ ڪائيندي چيس، "ھيءَ ڪھڙي بدتميزي آھي؟"

گامون چوڻ لڳو، "خبردار! اڄ کان وٺي مان بادشاھہ آھيان. ڪنھن بہ گڏھہ کي ڏينچون ڏينچون ڪرڻ جي اجازت ناھي. سڀني کي گڏھن جي بادشاھہ







گاموءَ جو چيو ميٺو پوندو.“

# صوبيدار ۽ ڪتو

هڪ دفعي صوبيدار گاموءَ کي حڪم ڏنو تہ اهڙو خون خوار ڪتو هٿ ڪري اچي جيڪو ماڻهن کي ڏاڙهيندو ۽ مٿن حملو ڪندڙ هجي. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ گاموءَ اهڙو ڪتو آندو جيڪو پڇ لٽڪائي ڪنڌ جهڪايو وينو هوندو هو ۽ ڪنهن ڌارئي ماڻهوءَ کي ڏسي بہ ڪونہ ڀونڪندو هو. اهو ڏسي صوبيدار کي ڪاوڙ لڳي ۽ گاموءَ کي چوڻ لڳو، ”گامو ! تون ڀوڙو آهين ڇا؟ مون توکي ڪهڙي قسم جو ڪتو آڻڻ لاءِ چيو هو؟“ گاموءَ ادب وچان ورائيو، ” صوبيدار صاحب ! مون اوهان جو حڪم چڱيءَ طرح ٻڌو هو. ڪتو ڀلي ڪهڙو بہ هجي، اوهان وٽ پهچي اهڙوئي گيدي بڻجي ويندو، اوهان فڪر نہ ڪريو ٿورن ڏينهن ۾ هي ڪتو اوهان کان هر قسم جو هنر سکي وٺندو ۽ ڪيس ماڻهن کي ڏاڙهڻ ۽ حملي ڪرڻ





جو ئي نہ پر انهن کان ڏوکڙ ڦرڻ جو طريقو بہ اچي ويندو."

## بهترين عبادت

بادشاهہ گاموءَ کان پڇيو، "اهڙي عبادت ٻڌاءِ جنهن سان جنت ۾ وڃڻ جي پڪ ٿي سگهي." گاموءَ وراڻيو "بهترين عبادت اها آهي تہ توهان ڏينهن رات سمهي ننڊ ڪريو." بادشاهہ وائڙو ٿي ويو. "ڇا ننڊ ڪرڻ بہ عبادت آهي؟" گاموءَ چيو، "هائو سائين! توهان جي لاءِ گهڻي ننڊ ڪرڻ ئي بهترين عبادت آهي. ڇو تہ ائين ڪرڻ سان رعيت اوهانجي ظلم ۽ زبردستيءَ کان بچي ويندي."

## گورنر

صوبي جو گورنر بيمار ٿي پيو. وڏن وڏن ڊاڪٽرن ۽ حڪيمن جي علاج سان بہ هو نيڪ نہ ٿيو تہ گاموءَ کي گهرايائين. گاموءَ جي نظر جيئن ئي کٽ تي ليٽيل





گورنر تي پئي تہ گهر وارن کي رڙ ڪري چوڻ لڳو، ”مان جيئري ماڻهوءَ جو علاج ڪندو آهيان، توهان مون کي هن مردي جي علاج لاءِ ڇو سڏايو آهي.“ گهر وارا پريشان ٿي ويا ۽ دانهن ڪري چوڻ لڳا. ”ڇا ٿو چوين گورنر صاحب مري ويو آهي.“ گامو چوڻ لڳو، ”هو جسماني طرح تہ اجان جيئرو آهي، پر ماڻهن سان سندس هلت مان ظاهر ٿو ٿئي تہ سندس دل مرده ٿي چڪو آهي. توهان ئي ٻڌايو تہ جيڪڏهن ڪنهن جي دل مرده ٿي وئي هجي تہ ڇا انهيءَ کي جيئرو انسان چئي سگهجي ٿو؟“

# سريلو آواز

گاموءَ جي هڪڙي دوست دعوت ڪئي. انهيءَ دوست کي ڳائڻ وڄائڻ جو ڏاڍو شوق هو. جڏهن گامو دوست جي گهر پهتو تہ هن سندس ڏاڍي قرب سان آجيان ڪئي ۽ گاموءَ کي خوش ڪرڻ لاءِ مختلف ساز وڄائڻ لڳو.

ڪافي دير ٿي وئي ۽ گاموءَ جي پيٽ ۾ ڪوئا





ڊوڙڻ لڳا. سندس دوست يڪتارو وڄائڻ بند ڪري، سارنگي ڪنئي ۽ گاموءَ کان پڇڻ لڳو، ”يار! توکي سڀ کان وڌيڪ ڪھڙو ساز وڻندو آھي.“

گاموءَ ٿورو پوءِ وراڻيو، ”بک ۾ تہ سڀ کان وڌيڪ سريلو آواز ڪفگير ۽ ديڳڙيءَ جوئي لڳندو اٿم.“

# خط

گاموءَ پنھنجي زال ۽ ٻارن ڏانھن خط لکي رھيو ھو تہ ھڪڙو ھمراھہ چپ چپ ڪري اچي سندس پويان بيٺو ۽ تيڏي اک ڪري خط پڙھڻ لڳو گاموءَ کي خبر پئجي وئي پر ھن کيس ڪجھہ بہ نہ چيو ۽ خط ۾ لکڻ لڳو.

”پيارا ٻاروءُ مان توھان کي ھن خط ۾ ٻيو احوال بہ لکڻ چاھيان ٿو پر ڇا ڪريان منھنجي پٺيان ھڪڙو گڏھہ بيٺو آھي ۽ ھي خط پڙھي رھيو آھي...... اچان ايترو مس لکيائين تہ ھمراھہ دانھن ڪري چيس“ گامو تون منھنجي بي عزتي ڇو ڪرين.

مان تنھنجو خط ڪٿي پيو پڙھان.“ اھو ٻڌي





گامو وراڻيو، "تون سچ پچ سياڻو ماڻهو آهين جيڪڏهن تون منهنجو خط نه پيو پڙهين ته پلا توکي اها خبر ڪيئن پئي ته مان تنهنجي بي عزتي ڪئي."

## سوال

هڪ ڏينهن بادشاهه ۽ وڏو وزير هن اهم سوال بابت سوچي رهيا هئا ته جيڪڏهن درياهه کي باهه لڳي ته مڇيون ڪيڏانهن ويندیون؟ اوچتو گامو آيو ۽ سوال ٻڌائين ته چوڻ لڳو، "سائين جن اجايو ٿا پريشان ٿين. اها ته تمام سولي ڳالهه آهي.
جيڪڏهن درياهه کي باهه لڳي ٿي وئي ته مڇيون وڻن تي چڙهي ويندیون."

## دعا

بادشاهه جو هڪڙو وزير سخت بيمار ٿي پيو. گامو جڏهن سندس گهروٽان لنگهيو ته وزير جو پٽ ٻاهر نڪتو پئي ويو. هن کائنس پڇيو، "پٽ ڪر خبر





تنهنجي پيءُ جي طبيعت ڪيئن آهي؟" ڇوڪري وراڻيو، "هاڻي ڪجهہ ٺيڪ آهي، چاچا گامو تنهنجي دعا سان ......" گاموءَ وائڙو ٿيندي چيس، " منهنجي دعا سان ! .......... منهنجي دعا قبول ٿئي ها تہ هن وقت تنهنجي گهر ۾ ماتم هجي ها."

# صافو

هڪ ڏينهن گامو مٽي تي وڏو صافو ويڙهي بازار مان لنگهيو پئي ويو تہ هڪڙي همراه اچي ڪيس چيو تہ ادا گامو هي خط تہ پڙهي ڏاءِ. گاموءَ چيس تہ مون کي پڙهڻ ناهي ايندو. (انهن ڏينهن ۾ صافو گهڻو ڪري پڙهيل ڳڙهيل ماڻهو ويڙهيندا هئا) پر همراهہ زور پرڻ لڳس تہ تو هيڏو سارو صافو مٿي تي ويڙهيو آهي ۽ چوين پيو تہ پڙهڻ نہ ٿو اچي مون کي توتي اعتبار ڪونهي. گاموءَ هڪدم مٿي تان صافو لاٿو ۽ هن همراهہ جي مٿي تي رکندي چيائين، "جيڪڏهن صافي ۾ ايڏي طاقت آهي تہ پلا هاڻي تون خط پڙهي ڏيکار."





## بار

هڪڙي ڀيري بادشاهہ ۽ وزير شڪار تي نڪتا تہ گاموءَ کي ساڻ ڪنيائون. جهنگ ۾ ڪين گرمي تيز لڳي تہ ٻنهي پنهنجا ڪوٽ لاهي گاموءَ کي ڏنا ۽ هن اهي ٻئي ڪلهي تي رکيا. هلندي هلندي بادشاهہ گاموءَ کي چرچي ۾ چيو: ”گامو تون تہ گڏهہ جيڏو بار کنيو آهي.“ گاموءَ نهہ پهہ وراڻيو، ”ائين هڪ نہ! پر ٻن گڏهن جو بار کنيو اٿم.

## تالو

هڪڙو دوست گاموءَ سان ملڻ آيو پر اتفاق سان گامو ڪنهن ڪم سانگي ٻاهر ويل هو ۽ گهر کي تالو لڳل هو. ٻئي ڏينهن واٽ تي گاموءَ کي اهو ساڳيو دوست ملي ويو. همراهہ معيار ڏيندي چيس ”. واه يار گامو واه! ڪالهہ مان تو سان ملڻ آيو هيس، پر تون ٻچي





وئين. " ڳاموءَ وراڻيو. " ها ادا مان جڏهن موٽي آيس تہ سمجهي ويس تہ تون ئي آيو هوندين. " اهو ٻڌي همراهہ وائڙو ٿي ويو. "تون ڀلا اهو ڪيئن سمجهيو تہ مان آيو هوس." گاموءَ ٻڌايس، "اها تہ سولي ڳالهہ آهي، ڇو تہ منهنجي در تي تون پنهنجو نالو لکي ويو هئين."

# ڪجهہ ناهي ايندو

هڪ ڀيري گاموءَ سندس دوست گهر ۾ اڪيلا هئا. کين بک لڳي تہ صلاح ڪيائون تہ چانورءَ ڀاڄي رنڌي ڪائجي. دوست چوڻ لڳو. "ادا گامو مون کي. باهہ ٻارڻ" چانور چاڙهڻ، ۽ ڀاڄي رنڌڻ بلڪل نہ ايندي آهي، پر سچي ڳالهہ هيءَ آهي تہ مونکي ڪجهہ ناهي ايندو." اهو چئي همراهہ اندر وڃي سمهي پيو. گاموءَ چانور رنڌيا ۽ ڀاڄي بہ تيار ڪري پاڻ کائي پي ڍؤ ڪري بالم ٻڌي سمهي پيو. ٿوريءَ دير کان پوءِ سندس دوست کي جڏهن ڏاڍي بک لڳي تہ اٿيو رڌڻي ۾ اچي ڇا ڏسي تہ ديڳڙيون خالي پيون آهن. جڪ ڪائيندو اچي گاموءَ کي اٿاريائين ۽ چوڻ لڳس، "گامو

تو سمورا چانور اڪيلو ئي ڪاٺي ڇڏيا؟ تہ مون کي ڇو نہ اٿاريو؟"

گاموءَ وراڻيو، " ادا تون ڇيو هو تہ مون کي ڪجهہ ناهي ايندو، مون سمجهو تہ توکي ڪاٺڻ بہ نہ ايندو هوندو تنهنڪري تولاءِ چانور نہ رکيم."

## بد صورت

گاموءَ کي جڏهن بادشاهہ پنهنجو خاص صلاحڪار مقرر ڪيو تہ هڪڙي ڏينهن، نرڙ ۾ گهنج وجهي گاموءَ کي چوڻ لڳو، "گامو! اڄ مون آئينو ڏٺو تہ خبر پئي تہ مان سچ پچ ڏاڍو بدصورت آهيان. مون فيصلو ڪيو آهي تہ آئينده ڪنهن بہ آئيني ۾ پنهنجي شڪل نہ ڏسندس."

گاموءَ ادب سان عرض ڪو، "جيئندا قبلا! اوهان پنهنجي شڪل فقط هڪ ڀيرو ڏسڻ سان ئي ڀيهر ڪڏهن بہ نہ ڏسڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو، پر اوهان ڪي ڪڏهن اهو بہ خيال ٿيو تہ مان جو هر روز ڏهہ پندرهن ڀيرا اوهان جي شڪل ڏسندو آهيان تہ منهنجي







کهڙي حالت ٿيندي هوندي."

## فيصلو

هڪڙي وڏيري جي ڏاند ڳاموءَ جي ڳئونءَ کي سڱ هڻي ماري وڌو. ڳامو انصاف لاءِ قاضيءَ وٽ ويو. قاضي ٻنهي ڌرين کان پڇا ڪري فيصلو ڏنو ته "ڳامو وڏيري کي هڪ سؤ رپيا ڀري ڏي." هيڏي بي انصافي ڏسي ڳاموءَ دانهن ڪندي پڇيو، "قاضي صاحب، ڳئون به منهنجي مئي ۽ ڏنڊ به مان ڀريان. ائين آخر ڇو؟" قاضيءَ وراڻيو" تنهنجي ڳئونءَ کي مارڻ لاءِ ڏاند کي طاقت کپائڻي پئي. تنهنڪري انهيءَ طاقت جو معاوضو سؤ رپيا توکي ڏيڻا پوندا."

اهو ٻڌي ڳامو اڳتي وڌي نڪاءُ ڪري قاضيءَ کي چماٽ وهائي ڪڍي ۽ چوڻ لڳو، "توهان کي چماٽ هڻڻ ۾ جيڪا مون کي طاقت خرچ ڪرڻي پئي انهيءَ جو معاوضو هڪ سؤ رپيا آهي جيڪو اوهان منهنجي بدران هن وڏيري کي ڏيو." اهو چئي ڳامو ٻاهر نڪري آيو.





# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاڻُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌُڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‍ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها ٿوڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)